# كلام قطب

صوفي قلندر فقير سائين
قطب علي شاھ جھانيان
جن جو ڪلام

حق موجود

# صوفي قلندر

# فقير سائين قطب علي شاھ

# جهانيان جن جو ڪلام

شايع ڪندڙ

سيد اطھر حسين شاھ جهانيان

متولي

ڪمپوزنگ

ڪولاچي پرنٽرز

حيدرچوڪ حيدرآباد

# فهرست

## 1 - عجز



## 2 - ثنائي مرشد



## 3 - هدايت

## 5 - دردِ فراق



## 6 - پاڻ پڇاڻ

## 7 - عشق



## 8 - وحدانيت

## شبد



## بيت ۽ ڏوهيڙا

# پنهنجي پاران

ڪافي وقت کان ماڻهن جي تقاضا ٿيندي اچي ته سائين جن جو ڪلام جيڪو جهوزيملاڻيءَ برادران ڪافي وقت اڳ يعني 1964ع ۾ شايع ڪرايو هو، اسان کي ڏنو وڃي. جيئن ته هن وقت اهو ڇاپو اڻ لڀ آهي تنهن ڪري مناسب سمجهيم ته هي منڙو ڪلام وري ڇپرايو وڃي. هن کان اڳ ٻه ميلي جي آخري ڏينهن پڙهي ويندڙ دعا زوار سائين روشن علي شاهه جهانيان جي ڇپرائي ڇڪو آهيان ۽ انهي دعا کي مريدن ۽ معتقدن ۾ ڪافي پذيرائي ملي.

پهريون بزرگ جناب حضرت سيد ويڏل امام شاھ صاحب جن هو، جن پهرين حيدرآباد سنڌ ۾ ٽنڊو ولي محمد ۾ اچي ديرو ڪيو. ڪانئن پوءِ سندن فرزند فقير سائين سيد فتحِ الدين شاھ صاحب جن وري حيدرآباد سنڌ ۾ ڪئنٽونمينٽ ايراضيءَ ۾ ملٽري بوراڪن جي پٺيان ديرو ڪيو جو هاڻي "ٽنڊو جهانيان" ڪري سڏجي ٿو.

پوُج فقير سائين قطب علي شاھ صاحب، معرفت جو صاحب، عارف الله، عشق جو اوتار، مرد مولا، صاحب دل، اهل الله، سلوڪ جو صاحب، وڏيءَ سگهه وارو ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. سندن رهڻي

تحقيق پيغمبري هئي. سندن ڪلام مبارڪ، در حقيقت پُر اسرار، توحيدي تجليات جو حقيقي آئينو آهي. سندن تصنيفون ۽ تاليفون، حڪايتون ۽ روايتون، ترڪ ۽ تواضع عجب آهن. پاڻ ڪلام، وحدانيت، اثباتي، عبديت، هدايت، ريازت، فڪر، ذڪر، توڪل، توحيد، ثنا خواهني، محنت، اوجاڳو، فاقه، دم تي قدم، خيال ڪمائڻ، جُهد ۽ جفا، درد ۽ محويت، عشق جي آراه ۽ تصوف جي باريڪ نُڪتن تي فرمايو اٿن. سچ ته، فقير صاحب جن، بقا جي بندر تي، هڪ سندر بستيءَ ۾ هڪ اهڙو عاليشان، ڪشادو، پائدار، محبوبي محلات اڏي ويا آهن جتي ڪئين سالڪ،

مجذوب، مجذوب سالڪ، قلندر ۽ عليل مست، وجد ۾ اچي گهڙي پل وسرام پائي فيضياب ٿي، روز قيامت تائين، عرش جي ڪنگڙين تان، دعائون ڪندا رهندا.

فقير صاحب جن 16 ذوالحج هجري سن 1328 مطابق 22 ڊسمبر 1910ع هڪ سوءِ پنجن ورهين جي برڏ اوسٿا ۾ دارِالبقا ڏانهن پرواز ڪيائون. سندن وصال ڪانپوءِ سندن فرزند فقير سائين سيد روشن علي شاهه صاحب جن سجاده نشين ٿيا. هنن صاحبن هجري سن 1350 مطابق سن 1933ع ۾ برقعو مٽايو. ڪانئن پوءِ سندن فرزند فقير سائين هادي بخش شاهه صاحب جن "مسڪين" گادي نشين ٿيا. هنن

صاحبن 18 فيبروري 1942ع ۾ پيالو پيتو. موجوده وقت سندن صالح ولد سيد نور حسين شاھ صاحب جن مسند تي ويٺل آھن، جنجي رابي ۽ سعبي سان سائين فقير قطب علي شاھ صاحب جن جو ڪلام مبارڪ مرتب ٿيو آھي. مان شڪرگذار آھيان پنھنجي سڄڻ، سائين ڊاڪٽر ھربرام روچلداس، منشاراماڻي، شانتي ننگر لھاس نگر وارن جو، جن ھن ڪاريہ ۾ منھنجي گھڻي ھمٿ افزائي ڪئي آھي.

پيارا سائين، اھو ناياب نُسخو ۽ بينظير لاثاني ڳُنڪو، مان اوھان مٿڻ ڪي گھڻي ھرڪ ۽ شوق سان تحفي طور ڏيڻ جو شرف حاصل ڪريان ٿو. مان دعويٰ سان

ڇوان تہ تہ اها سوکڙي لاشک اوهان کي اوجهڙ ۾ "قطب نما" جو کم ڏيندي. هن سهڻي سوغات کي سر سان سانديجو، جيئن اوهان جو روح افزا، ان عجب خوشبوء کان دائما معتر رهي. الاهي آمين.

**ايم کي جهوڙيملائي**

خادم الفقراءَ درگاھ شريف جهانيان

حيدرآباد سنڌ (ويسٽ پاڪستان)

مهيم - بمبئي 16

25 سيپٽمبر 1964

# ٻه حرف

سنڌ جي سرمور صوفي سگهڙي فقير قطب علي شاهہ صاحب جن جو تولد 1223 هجري برابر سنہ 1805ع ۾ حيدرآباد (سنڌ) ۾ ٿيو. سندن بزرگ حضرت مير سيد جلال الدين سُرخ بخاري، بخارا مان هجرت ڪري هندستان ۾ اول ملتان شهر جي نزديڪ اچي اُچ شريف ۾ تشريف آور ٿيا. سندن حسب نسب حضرت امام زين العابدين علي نقي عليہ السلام سان ملي ٿو. اهو خاندان حسن حُسيني آهي. هنن بزرگن جو پوٽو مخدوم پير سيد جلال الدين، جهانگشست، هو جنهنجي نسل مان

امید تہ هن کاوش کي بہ سڀني

موت ملندي ۽ پڙهندڙ هن ڪلام مان فيض

حاصل ڪندا.

جيئن تہ سڀني مريدن معتقدن ۽

خاندان جي فردن کي معلوم آهي تہ 1942ع

۾ حضرت فقير سائين هادي بخش شاهہ

صاحب جن جي وفات کانپوءِ درگاهہ جو

انتظام واپس سائين قبي ڏ ٺي سائين جي

گهر حوالي ڪيو ويو ۽ انهي وقت کان وٺي

هن وقت تائين درگاهہ جو انتظام ميلو،

سومار وغيره اسان جي گهر جي حوالي آهي.

1942ع کان وٺي حضرت فقير سيد طالب

حسين شاهہ ۽ والد مرحوم حضرت سيد

نجف علي شاهہ ڪمتر نقوي درگاهہ جا

متولي ۽ سنڀاليندڙ رهيا، انهن جي وصال کانپوءِ 1984ع ۾ سندس صالح فرزند حضرت سيد عنايت حسين شاهہ درگاهہ جا متولي ۽ سنڀاليندڙ رهيا جن جو وصال 24 آڪٽوبر 2000ع ۾ ٿيو ان کانپوءِ اها ذميداري مون تي وڌي وئي جيڪا تاحال هلندڙ آهي.

**سيد اطهر حسين شاهہ جهانيان**

متولي

درگاهہ سيد قطب علي شاهہ جهانيان

# ١ - عجز

(١)

سخي سڀاجهل ٻاجهہ ڪريو.
فضل ڪريو اوهين هاڻي.
هاديِ رحم ڪريو اوهين هاڻي.

١ - در تنهنجي تي ڪئين سوالي
در تنهنجي تان ڪونہ ويو خالي
هيءَ ٻہ هڪ نماڻي.

٢ - درد منهنجي جو دارون تونهين
ٻئي در جي مان ناهيان سوئنهِين
حال سڀوئي ٿو ڄاڻي

٣ - چَرخَ فَلڪ جي گهڻو آ ستايو
دک ڪَٽڻ جو ڪريو اوهين سعيو
مرشد اچي ٿي ساڻي

۴. ڪرم قطب تي ڪر تون خالق
تو بنا ناهي پيو ڪو مالڪ
دڪڙا ڪٽين تون پاڻهي
(۲)

مج تون نماڻيءَ جي آزي آزي
ڏوَر ٿين جي نہ ڪريو بي نيازي
۱ - ملڪ پرائو مائٽ نہ مٽ ڪو
تون هجين شال راضي راضي
۲ - نام بنا گئي عمر اجائي
وس تا ناهي جو ڪريان سجائي
نفس لايو بيٺو آهي بازي بازي
۳ - ڪرم قطب تي ڪر تون هادي
نام بنا هيءَ دم نہ واندي
ڪريو دمن جي اوهين سازي سازي.

(۳)

آهيان لڳو تہ تنهنجي لام
ٻيو تہ سُجهي ٿو ڪينڪي

۱ - هِنَ هُنَ جڳ کي ترڪ ڪيائون،
ونُي تنهنجو نام.

۲- تارون تَن جون توکي ڳُهرن ٿيون،
ڪين گهرن ٻيو ڪام.

۳ - طالب تن ۾ تڪيو بنايو،
ڪين پروڙيو عام.

۴ - ڪرم قطب تي ڪر تون هادي،
آهيان ٻيو تہ تُنهنجي شام.

## ۲ - ثنائي مرشد

(۴)

آهي درد وندن درميان،

دين درياهہ منجهہ ڏوابي داتا.

١- هادي آهي هدايت وارو.
مرشد آهي مسيح سونهارو،
وينو مشڪل ڪري آسان،
سوٌن سوالين مقصد پاتا.

٢- ساڻ صفت اقطاب سونهارو.
ذاتيءَ ۾ آهي ذات نيارو.
تَوَجَهہ تَنهنجي تڪرار،
ڪئين عاشق نيئي عرشين لاتا.

٣- قطب آهي مسڪين سوالي
هادي تنهنڪي ڇڏج مَ نہ خالي
جنهنڪي سڪندي ٿيا آهن سال،
بخش تَنهين ڪي نام سان ناتا.

(۵)

جنهن تي دين درياهه جو رحم،
تنهنکي هِتي هتي ناهي غم.
۱ - رحمت جي درياهه جي رحم،
صحيح سيجاڻايو دم.
۲ - سالڪ سوجهي سر صحيح ڪيو،
ڇڏي دنيا جو ڪوڙو ڪم.
۳ - ڪوه وجين تو ڪَرنگهه سُڪائين
تو ۾ تنهنجو اسم.
۴- هاديءَ مهديءَ منجهه آخير جي،
ڪيو قطب تي ڪرم.

۳ - هدايت

(٦)

آءُ ڪيو ٿو آءُ چوين.

تنهنجي بندگيءَ ويلي آءُ ڪٿي.
١ - مون مون ڪيو تو مال مِلائين،
وقت مرڻ تنهنجي مان ڪٿي.
٢ - غفلت ۾ تو دم وڃائين،
وحدت وارو ٿانوَ ڪٿي.
٣ - وقت نماز جي غافل آهين،
روزي وارو نانوَ ڪٿي.
٤- قطب ڪُل شيءَ قَديِر آهي،
آءُ جو ڪوڙو ڪانوَ ڪٿي.

(٧)

آهي دنيا ڪوڙي بازي،
طالب نہ آهن تنهنجي راضي.
١- جن پاتي وجود ۾ جهاتي
تن ذاتي ٿيو اثباتي

ڇڏي ويئا او سڀ ماضي.
٢ - جن ڪيو لا وجود ڪي.
تن پايو ٺام جي سوُد ڪي
سي هردم اَهن غازي.
٣ - جي ويا وجود ۾ ڀيهي
نام سان آهن سيئي
تن ڪئي دمن جي سازي.
٤- قطب سمجهه اشارو.
آهي تو ۾ نام نيارو،
ڪر مرشد اڳيان آزي.
(٨)
اي بندا ڇڏ ڪوڙا ڌنڌا،
ره تون هر دم نام سان.
١ - نام بنا ڳئي عمر اجائي،

كونہ كمائي سنڌا۔

٢- رک تون نينهڙو نام سان،

ڇُٽي پوين كوُن ڦندا۔

٣- سُمر سُمر تان سک پائين،

ڇُٽي هلين هن هنڌا۔

۴- قطب عشق الله دي ٻاجهوُن،

ٻيا سڀ كمڙا گندا۔

(٩)

تيرا شكاري ڦرندا ماري،

تون كيون غافل هو چردي۔

١- كڙا اجل سركاتي لائيندا،

ويک تنهين نوُن نهين ڏردي۔

٢- اُسكي سنبت كر لي سعيا،

درد اُسي وچ ره ڳردي۔

٣- موتوا قبلاه انت موتوا،

خبر ركين اِس وَرَ دي.

٤- موت مقابل نال هميشہ،

كل قطب اُس نَردي.

(١٠)

ڇڏ خام خوديء جا خيال ميان.
تو ۾ لعل اندر گهِڙي ڀالِ ميان.

١- هن جسم اندر جو اسم سمايو،
ساڻ سُرت جي سنڀال ميان.

٢- شاه هزاري جو ويڙهي آيو،
ڪُهِہ ڪيڙي جي ڳالِ ميان.

٣- جنهن لاءِ آئين سو ڇو وساريہ،
ٻول السني ڀال ميان.

٤- قطب عشق الله جي ٻاجهون،

ٻيو مڙيوئي ڪال ميان.

(١١)

جبل جهاڳيندو وت الا

ڏونگر ڏوريندو وت الا

مانَ ٻاروچي ڪي ٻاجهہ پوي.

١- آڏا ڏونگر لڪيونَ.

سائين رکندو سٽ ُ الا

٢- وندر جي وٽن ۾

پاڙ رکندو پت الا

٣- چرخو پيچي ڪر ٽُڪريونَ.

ڪانڌ بنا ناهي ڪت الا

٤- قطب پير پنهونءَ جو.

نَشي نهارج نت الا.

(١٢)

رکين ٿو طلب جي دعويٰ،
وتين وحدت وساريو تون.
١- ڦٽا ڪر غير جا خيالا،
اُٿي پيءُ شوق جا پيالا،
رهين مدهوش متولا،
الستي ٻول پاڙيو تون.
٢- تبي پاتار ۾ ڏيئي،
اُملَ اُت لعل ڏس ويهي،
ڪبي جن ڪاڻِ پس سيئي،
اُهي سا سُرت ساريو تون،
٣- قطب ڇڏ ڪوڙ سڀ بازي،
مرڻ مرڻو اڳي غازي،
رکج تـَن طلب نِت تازي،

وتين برهين ڀَهاريو تون.

(١٣)

متان پانيو ڪا جيڏيون،

ساٿهہ ري آءُ سَرهي.

١- جنهن تان وطن وساريو،

ڪوڙي ڪانڌ اڳيان اَرهي.

٢- جنهن تان ساٿهہ وساريو،

محب اڳيان سا مرهي.

٣- جي پائين سهاڳڻ ٿيان،

متان وسارين وَرهي.

٤- قطب جنهنڪي عشق الله جو،

خلق تنهين سان ڇو ڪَرهي.

(١٤)

پورا من اَئسو اوگن ڪيو،

نام صاحب کا مول نہ ليو،
١ - در درو نتي چت نہ لايو،
آپنو آپي آپ گنوايو.
وقت اجايو ويو.
٢- نام بنا گئي عمر اجائي،
سمجھي تو من سرت نہ لائي،
در در ڀٽکين پيو.
٣- آپنو آپي آپ رلائي،
اپني آپ کون مول نہ پائي،
وطن وجودان ويو.
۴- قطب سمجھي تو سرت نہ لائي،
هيءَ هيءَ ويڙهي عمر اجائي.
ذات نہ آپني ٿيو.
(١٥)

ٻڌهج ٻروڙج پاڻ، پوڻي پند پرائو.
١- لنڪا گنگا سر ۾ سامي،
مئن ماري تون ماڻ.
٢- رام ڪنيعا ويڙهي وسي ٿو،
تنهنکي صحيح سڃاڻ.
٣- سيتالڇمڻ سندي ڏواري،
ڇولي تنهنکي ڄاڻ.
٤- قطب رام رحيم اندر ۾،
ٻئي ٻسڻ ۾ هاڻ.
(١٦)
ڇولي ڏس تون ٻنهنجو ٻاڻ،
تُنهنجو سائين توئي ساڻ.
١- وَفي انفسڪم سمجهه اشارو،
تُنهنجو توئي ساڻ ٻيارو،

اِهو اٿيئي اُهجاڻ.

٢ - ونحن اقرب آهي نيڙي،
ٿيي ڏس تون پنهنجي ويڙهي،
صحيح پاڻ سڃاڻ.

٣- هر جا آهي حق موجود،
اڪيون ڪولي ڪر تون سجود،
تان سدا وسيئي پاڻ.

۴ - قطب سمجهي هڻ تون نعرو،
توسان آهي نام نيارو.
تا وسيئي وٿاڻ.

(١٧)

ايڪ نام سي ڪام ري ڀائي،
اور ڪام سڀ جوٺاري.

١- ڀيتي ڪي ڀيتر اَمول داٽا،

نام بنا سڀ ڦوُناري.
٢- من ال مولا فلہ الکـُل،
سخن سچي کا چوُناري.
٣- دين درياه اندر دل آيا،
تَڳا ڪـُفر کا ٽوٽاري.
۴ - قطب اپنا آپ پچانا،
گھر هوني کا لوُناري.
۴ - اوجاڳو
(١٨)
جاڳ سمجهہ هيءَ ساعتڙي
نَت وِجيئي وهاميو راتڙي.
١- ساز سُرت جا سڀ ڳڏائين،
دم دوستن ريءَ ڏار نہ چائين.
تان اچيئي هٿ باتڙي.

٢- جا تَن هاديءَ جوت جڳائي،
ڳڏ تَنهين سان سُرت سيائي،
ٿي رهج اهائي لاتڙي.
٣- ڇت ۾ ڇِٽڪي نام نيارو،
لِنو لِنو اندر تنهنجو نعرو،
ڪرج تَنهِين جي ڪا تاتڙي.
٤- قطب مهل اهائي آهي،
مهر هاديءَ جي، تان غم ناهي،
پاءِ در وني جهاتڙي.
(١٩)

هيءَ هيءَ سرتيون سورُ اِهو،
جو دوستن کان دم ڌار وڃن ٿا.
١- سو دم سرتيون مون نہ سيايو،
جو دم جدائيءَ جو سر آيو،

غم ڪري ٿو ڇورُ اهو.

٢- سو دم سرتيون سُهڻو آيو،
جو دم صاحب سانڍ اُٺايو،
دل ڪيو منظور اِهو.

٣- دَم دوستن ريءَ آهن خالي.
اهڙا امُلَ ڪئين ٿين زوالي،
ڪنهن سان ڳَڙهيان مان پورُ اِهو.

٤- قطب پاءِ در وني جهاتي.
يارَ نفيءَ سوُن ٿئي اثباتي،
هر دم وٺ دستور اِهو.

(٢٠)

ڪت چرخا تان شهُ نوُن پاويگي،
تيڏي نند نه شه نوُن پاويگي.

١- سنجهي ستي آهين پير ڊگهيڙي،

تو ننڊ نہ ڄاتي اپنا ويري،
شہ نون ڀُلاکي پيئي آهين ڊيري،
تون کيکَر شہ نون سُهاويگي.
٢- ڄنان مِل سهاڳڻ آون،
تِنان سُتيان موءُل نہ جاوءُن،
تو کيتي هيءَ ننڊ پياري هُڻ
اُتان رو رو حال وڃا ويگي.
٣ - مَتِ موڙهل حال وڃايوئي،
ٻہ ٻہ کي شہ نہ ريجهايوئي،
تينون مت اها کيو آيوئي،
هُڻ کيکَر شہ کن جاويگي.
٤- اُتان پيکي جالڻ آئي هئي،
ٻہ شہ دا فضل ڀُلائي هئي
تيڏي جاءِ تہ اصلي سائي هئي

اُتا کيکُر سُهاڳ کهاويگي.
٥- اُتي جاڳ سوبلي آتڻ وچ آوين،
ٻہ چرخي سي چت لاوين،
گهِن پانديان شہ کن جاوين،
اُتان اپنا ڀاڳ وڏاويگي.
٦- قطب کانڌ جناهين ريجهايا،
نهان نانءُ سهاڳڻ جڳ، وچ پايا،
شاه تنهان تي لطف هَلايا،
هر دم شہ تنهان کن جاويگي.
(٢١)
سمرڙيون سورين، آڏيءَ رات اُداسي.
١- ناد نَفيلون، سَنکَ سرت جا،
ساڻ الک اورين.
٢- تن جي تسبيح، دل جو ڏاڳو،

من جو مٺيو ڦيرين.

٣ - اُٺي اَوَ ڏوٽي تند طلب جي،

لوڪ سٽي چورين.

۴- قطب ڪاهي سخن ستگر جي سان،

هينئڙي کي هيرين.

## ٥ - درد ۽ فراق

## (٢٢)

ڏسان شل سيني ۾ سڄڻ کي پائي

در وني جهانڙيون.

١- گهمندي گهمندي ٿرن برن ۾،

آهن سدا تـنهنجون تانڙيون.

٢- لا سبين لائي، غير وڃائي،

تا ٿئن نفي اثباتڙيون.

٣- ونحن اقرب آهي اشارو،

سمجھ قطب اهي باٽريون.

(٢٣)

رانجهي يار سوا جڳ سوڙ سيو.

آهي ماضي ٻيو مذڪوڙ سيو.

١- خاڪي ڪوٺي سمجھ سياٽا،

اندر آهن دوست جا ٺاٺا،

ڏر ڏيان تو ۾ آهي حضور سيو.

٢- تو ۾ يار اندر لنو لاتي

تون ڀاءِ در وني جهاتي،

ڪر جڳ جو ترڪ منظور سيو.

٣- قطب ڪوڙ دنيا جي بازي

ڇڏ موه مَڪَرُ لباسي،

سِڪ دوست ملڻ جو دستور سيو.

(٢٤)

رانجهي يار خاطر ٿو ڦران،

جڳ ۾ اُداسي دربدر.

١- بسمي رمائي ويراڳي ٿي،

ويو پرت ۾ پنجي پڌر.

٢- هر دم اکين کي سڪ اها،

کھڙي طرح ايندي نظر.

٣- قطب ڪج ڪجُ ڪينڪي،

ڪر سڪ جي هاديءَ سان خبر.

(٢٥)

تون ڪيونَ رانجها ڇڙ لائي هئي،

اُتان ڪيڙي ڇا جنگ مچائي هئي.

١- ڪيڙي واليان ڏيونَ اُباليان،

مر مر هير ستائي هيءَ.

٢- رانجهن ميڏا وِرد وظائف،
اڻان ڪيڙي ڪيون چاوت چائي هئي.
٣- رانجهن لنو لنو دي وچ وسدا،
ڪيڙي دي بات اجائي هئي.
۴- قطب وينا سخن منيدا،
اينوين دل سِڪائي هئي.
(٢٦)
ٽل - رانجهن رانجهن ڪهي وال وال،
ساڏي دلڙي هوئي برحال،
اندر رانجهن ٻاهر رانجهن،
رانجهن ساڏي نال.
١- ڪيڙي ٻئيڙي موڪ نہ ٻاوي،
رانجهن ساڏي سيني سماوي،
رلمل رهيا رانجهن نال.

٢- سڻ سياليان ڪيڙي واليان،
هُڻ ڪيون قيديان بي حواليان،
رانجهن شاه هزاري دا لال.
٣- قطب ڏيان در وني ڏردا،
هڏ چم رانجهن رانجهن ڪردا.
لنو لنو هوئي نهال.

## ٦ - پاڻ پڇاڻ
(٢٧)

اپنا آپ پڇاڻ،
تان شہ ويڙهي اندري آوي.
١- هُوَڻ وڃائين تا شہ پائين،
خودي نون چا گنوائين.
تان شہ تينوُن نظري آوي.

٢- دوئي نون دور ڪرين چا دل ڪون،
ڀيائي نون چا ڀار،
تا شہ تنهين گهر پڌري آوي.
٣ - جي پائين تان شہ نون پائين.
جيتي ئي مرجاءِ،
تا شہ تيري مندري آوي.
٤- قطب ڪوڙ ڪڍين چا قلب ڪون،
ڪميا نال گذار
تا شہ اگڻ اڪثري آوي.
(٢٨)
هيءِ شاه هزاري دا نيڙي،
تنهين نون سمجه نہ سگهندي ڀئيڙي.
١- رانجهن دم قدم وچ هويا،
ڪـ گهتان اِهـ ڪيڙي.

٢ - رانجهن ساه پساه سين هويا،
ڐي ڐكان نون ٿيڙي.
٣ - ونحن اقرب آک البيلي،
آئي بٹي وچ ويڑهي.
٤- دين درياه دا كرم قطب تي،
نت ناز كري ٻڌ چيڙي.

(٢٩)

متان ڄاٹي كو رانجهن چاك آيا،
ڍكي ميم دا چولا حق پاک آيا.
١- كنهن رائي كنون ڐٹوال آيا،
اوجهر ڳيا نون آئكي راه لايا،
اَل انسان سرِي دا رک رايا،
مالک ٿي لولاک آيا.
٢- اپنا باغ سنيالڻ آپ آيا،

وچوؤن باغ دي غير سب پيچ جايا،
انا احمد آکي آپ سڻايا،
اپني خواهش تي عشاق تي آيا.
٣- رانجهن تخت هزاري دا شاه آيا،
اين ظلمات دي وچ ماه آيا،
کيئي مويان دليان دي ساه آيا،
پوريل دران دي کولڻ طاق آيا.
۴- قطب رمز اها تون کر صحيح،
کيتي وگر ڳئي اٿون پُل وهي.
اِها ڳالھہ سڻائي آکي وحي
اپني رابي کنون افلاک آيا.
(٣٠)
لڳي لاهوتين کي لاڳ،
من ۾ مچ مچائڻ تا،

من ۾ مچ مچائن ٿا،

حق جو پنڌ پڇائن ٿا.

١- ناڀ ڪنول ڪان نام اُٿائن،

ڪنٺ ڪنول ۾ واٽي ناهن،

ڪري سخن مرشد جو ساڻ،

سر ۾ سرت پڇائن ٿا.

٢- تن تنورُ عشاقن چاڙهيو،

هڏ چم تنهن ۾ ٻارڻ ٻاريو.

چاڙهي رنگڻ ڏين درياه،

اُن ۾ پاڻ رچائن ٿا.

٣- دونهان دل ۾ دُرس وڌائون،

ڪايا ڪانيون ڪري جلايائون،

ٿين الڪ اندر اثبات،

ٻاهر ٻاڦ نہ ڇائن ٿا.

۴- قطب ڪوڙ دنيا جي بازي،
تارڪ ٿيندا ڪي ڪي غازي،
ترڪ ڪيائون طمع ڪي تمام،
اندر نام اُچائن ٿا.

(٣١)

هي هُو ٻئي ڇڏياسون،
هڪ نام سان ٿياسون.

١- وبهي وجود ۾ ڏس،
پرتيون تون پاڻ کي پس،
آهي اصل اِتي ڏس،
پيهي پاڻ ۾ وياسون.

٢- سڻي وحدت سندا نعرا،
وبهندا سي ڪيئن ويچارا.
نيٺين وهائي نارا،

پُکي پرت جي پياسون.
٣- لاهوت سندو لاڙو،
ملڪوُت جو الاڙو،
جبر وت جو اُجاڙو،
سڀ پاڻ ۾ ڏناسون.
۴- قطب ڏس اشارو،
آهي نينهن ڏاڍو نيارو،
سيني ڪان آهي پيارو،
تنهن نينهن ۾ نياسون.
(٣٢)
تيڏي ويکڻ سيتي ماهي،
ساڏي گئي اندر دي اونداهي،
مرشد نال تيڏي همراهي،
تيا روشن نام الاهي.

١- تون آهين محمد محمدي،
گهِن آيو مشرف رندي،
تيڏي دامن لڳڙي سندي،
تيڏي مهر انهان تي آهي.
٢- جڏهن آئين وچ عرب دي،
اُتان آئين نال سبب دي
تيڏي هن عجائب عجب دي،
سانوُن عجب آهي اهائي
٣- گهن آئين عرض نماڻي،
تيءُ دين درياهہ تون ساڻي
اها ويندي عمر وهاڻي،
آکي قطب سپاهي

(٣٣)

لقا جي لقا ۾ وجي دل اڙي،

فنا جي فڪر سان بقا ٿي ڪڙي،

١- خوديءَ جي خيالين لڙي دل لڙي
اندر چنگ چوري ڇڙي جبئن چري
دليان درس پايو، دنيا ٿي ڪڙي

٢- بره جي پيڙ ۾ وري وبئي وري،
هوئڻ جي هلاڪي، سڙي وبئي سڙي،
سخن ساڻ مرشد جي، جڙي دل جڙي.

٣- اَلا انسان سِري سجاڻ پربن،
الک ساڻ اورج همڻ دل گھِري،
نفي تيغ هٿ ڪر، نفس کي ٽري.

٤- اصل باز آهين، منجهي ٿئين چڙي
قطب کي سجاڻج منجهونُ منجهه گھڙي،
اندر تيغ هوُ هيءِ، ٻاهر ڪِپُ مڙهي.

# ۵ - عشق

(۳۴)

هندو زوراور زوري،
كيون لوٹي هيءَ دل موري،
۱- ابيچند دليان کو بند کيتا،
گهت دام زلف دي ڈوري.
۲- رکن آباد کناري ڦرندي،
کرين دليان دي چوري.
۳- گذون گام کنون جذه زير آوي،
تذهان ٿيوي قطب دي پوري.

(۳۵)

عشق اسير کيتي دل ميڏي
بي دا حکم نہ چلندا، هک سائين دا.
۱- رانجهن شاه هزاري دا سائين

کنهن رابي کنون چاک سڏائيندا.
پر موٌل نہ ٿهندا.
٢- هير تہ گم هوئي وچ رانجهن،
تون کنهن دي پار پڇائيندا،
هير سيال دا.
٣- آئکي نوکر چوچک دا هيا،
پر صاحب ٻيلي مول نہ ٿيندا،
نا ڪجھ سهندا.
٤ - آکي قطب فقير جنهان صاحب سڃاتا،
سي جنم جنم وچ هوندا،
موڙ نہ ويندا.
(٣٦)
عشق ڪري آيو گوڙ،
وحدت رنگ لايا.

١- انحد ڪڙڪا شهوُدن چمڪا،

لٿي سختي سوڙه،

محبت مينهن وسايا.

٢- لا جا مينهن وسڻ لاءِ آيا،

هوُڻ هستيءَ جا گهرڙا ڍاهي

عشق ڏني آهي اور،

وسڻ جا ٿيا سعيا.

٣- آڙنگ عشق اگهم ڪري آيو،

دانا ديدان دل ۾ لايو،

وبهي وجود ۾ ووڙ، اِتي پرين آيا.

٤- ڪرم قطب تي هاديءَ جو ڪيئڙو،

ڪام ڪروڌ وڇوڻ ئي ويئڙو،

لڳي عشق جي لوڙ،

وحدت ونگ پايا.

عشق ٻڌو احرام.
عاشق گيت اناالحق ڳائن ٿا.
١- طالب مرد مذڪر اصلي،
ٻاڻ وڃائي پاتائون تسلي،
اهي سندن احڪام،
هر دم ڄٽ سان چائن ٿا.
٢- وحدت ونگ وجودي پائي،
ويٺا محبت مچ مچائي،
وني گروه جو حڪام،
درسن دل سان پائن ٿا.
٣- طالب نوبت نينهن وڄائي،
سر سوريءَ تي آيا سنيائي.
اها پروڙيائون مام،

پاڻ وڄائي نام کي پائن ٿا.

۴- قطب عشق اسرار الله جو آهي،

جنهن سر آيو سوئي ٿو ڳائي

ڪري آيو ڏوم ڏام،

نازڪ نينهڙو چپائن ٿا.

(۳۸)

وبڙهي عشق مچايو شور.

ڀَل ڳئي سب مَثلي اور.

۱- ڪفر حقيقي هنگام اُنايا،

حڪم بئنايا هور.

۲- درد کي ديمين دَوُر چلائي،

لوٽ ليا دوئي زوران زور.

۳- هير تي رانجهن هڪوئي هو گئي،

وچ لا اُٿ ڳيا چور.

۴- قطب رانجهن رنگپور دي وچ،
ويک نہ سگهندي کور.

(۳۹)

واه باه بره دي ڀڙکي،
دل ڇپيان جهڙ جهڙ جهڙکي.
۱- اندر هوُ هوُ، ٻاهر هوُ هوُ،
هوُ هوُ هرجا کڙکي.
۲- دلبر دا دل، ديرا هوئي،
خام خيال ڳيا سڙکي.
۳- محبت دا ويکو، مچ مچائکي،
ماهي ويڙهي آيا وڙکي.
۴- قطب تنهن گهر، آتش آئي،
جنهن گهر آيا چڙهکي.

(۴۰)

دردِ خريد ڪيتوئي،
وحدت دا وڻجارا.

۱- لڳي بازار بره دي،
لايو ني سودا سسيون دا،
چايوني عشق اِجارا.

۲- آئکي هٽ حبيبان،
ڏتوني دولت جيءَ دي،
ڳڏوني نام پيارا.

۳- نئن دلال، دل سوداگر،
ڪيتو ني نام واپارا.

۴- اِڪ سر سوٗدا ڪيتوني،
پوُري قطب نهين پوندا،
هادي دا ڪرم قرارا.

واه واه چڙا تيڏا،

سهڻا واجا وڄدا هيءِ،

هوُ هوُ دي وچ هڄدا هيءِ.

۱- الستي آواز کريندا،

ڪجي نهين، هڻ ڪڄدا هيءِ.

۲- لا جي لار لڳي تن اندر،

ال الله ڪنون نهين رڄدا هيءِ.

۳- آفاق اُتي پرواز کريندا،

تَجي نهين هڻ تڄدا هيءِ.

۴ - موج منصوري شور ڪيتا،

تڏهان غير خيال سب ڀڄندا هيءِ.

۵- قطب عشق الستي هويا،

ڪالہ دا نهين اڄ دا هيءِ.

(۴۲)

عشق رُکیندا، عقل دیان گھتیان،
اسان عقل کنون منھن متیا وو یار.
۱- هادي ساءِ دستئون پلئیندا،
آب حیات دیان وتیان وو یار.
۲- عشق عقل دیان لگیان لڑاکا،
عشق بهادر کٹیان وو یار.
۳- رحمت دي درياه دي موجان،
نفس ندوري نون ستیان وو یار.
۴- قطب عشق زوراور ڈاڈا،
مار هٹئیندا عقل دیان بتیان وو یار.

## ۸- وحدانیت

(۴۳)

جذه واس اناالحق آٹي،

بي خود ٿيا خودي گنوائي.

١- خاڪيءَ جي تان ناه سنيارا،

وحدت وادي وهائي.

٢- هُوَنڻ وڃائي حق سڃاتائون،

ٿي پئي موج سپائي.

٣- اناالحق دا شور اندر ۾،

ناهي بي ڪا وائي.

٤- دم قدم وڃي حقئُون حق ٿيئڙو،

رهي ڪانہ جدائي.

٥- مستيءَ ۾ مخمور ڦرن ٿا،

هستي لاه وڃائين.

٦- چوراسيءَ ۾ سَمِيع بصير تون،

قطب نام سڏائين.

(۴۴)

اِٿان پيان وڃ اُٿان،

جتان الا الله ظاهر ٿيو.

۱- لاڪيتوئي هڪئي لحظ،

هڻ هڪو هڪ ٿيو.

۲- جت جهان نہ ملڪ نہ آدم،

ڏيان اُٿان هڻ ٿيو.

۳- جڏهان جهان ڪيتوئي جڳ فاني،

تڏهان خالق ٿيو.

۴- ڪرم قطب تي اهو الستي،

دين درياه دا ٿيو.

(۴۵)

اندر ساز سينگار،

وڃي منجهيئي واڄو پورا.

١- چڙيا چينگاري تون تون،
كويل پكاري تون،
تون جي سڀ ۾ تنوار.
٢- انحد مرليءَ كيا ڏڏكارا،
نائي نينَ نهار.
٣- اندر هوُ هوُ، ٻاهر هوُ هوُ،
هوُ هوُ جا ٿيا هلكار.
٤- كرم قطب تي الله كري آيو،
هادي سائين سانگ رچايو،
عين الحق ٿيو اظهار.
(٤٦)
نانگا ٿيا نهال، دلبر ديري آيو.
١- لاسين لائي، وهم وڃائي،
لاهوتي ٿيا لال.

٢- دين درياه دريچا کولي،

ناهي چوڻ جي ڳال

٣- سامين سِرَ مان سِرُ سجاتو،

ڇڏي خوديءَ جا خيال.

۴- قطب شاه ويڙهي وري آيو،

ڪري ٻلايون ٻال.

(۴٧)

ذاتي نال رليا ٿيا ذات،

ٻل گئي سڀ صفات.

١- هرجا ويکان رانجهن وسدا،

ڏَسُ دوئيءَ دا ڪوئي نهين ڏسندا،

هر ڪنهن وائي هکوئي وات.

٢- جان جان ويکان هکوئي هويا،

لنو لنو دي وچ سوئي پويا،

وسر گئي هيءَ ٻي سڀ بات.

٣- ونحن اقرب سمجهہ اِشارا،

سالڪ دا اِهو سير هيءَ سارا.

نفي وچون هويا اثبات.

٤- قطب سمجهہ اهو سر سارا،

اندر ٻاهر نورُ نظارا،

ڳئي ٻيائيءَ والڙي تات.

(٤٨)

رانجهن آيو گهـُلي بهار،

ڪير ڪتي، سائين ڪير ڪمائي.

١- آتڻ آنجو مون نہ سيبايو،

يار رانجهن سان هيءُ نينهڙو لايو.

چنۀ رُخ ٿيا چمڪار.

٢- سرتيون سينگار جو ڪريو اوهين سعيو.
چوئو چندن مشڪ ملايو،
عشق آيو لهار.

٣- چرخي سان منهنجو چت نا ٿو لڳي،
پانديون وجن ٿا ڪانگ اُڏائي،
پوڻيون ٿيون چرخي ڪان ڏار.

٤- ڪرم قطب تي سائين ڪري آيو،
رانجهن سائينءَ ياڻ وسايو،
هوُ هوُ جا ٿيا هُلڪار.

(٤٩)

منهنجا جوڳيڙا ڪٿئون آيا،
اٿان آڪي چاڪ سڏايا،
ڪون شاه هزاري آيا.

١- اصل آهي ظاهر ذاتي،
پيچي آئڪي وچ صفاتي،
اتان محمد پاڪ سڏايا.
٢- اصل هئا لامڪاني،
وچ خاڪي ٿيا مڪاني،
پيچي خاڪي خاڪ سڏايا.
٣- قطب سمجهہ اهو سر سارا،
سمجهڻ هيءِ اِهو اشارا،
اُتان آئڪي اوطاق بنايا.
(٥٠)

عمر اجائي ويئي،
توکي ڪل نہ نام جي پيئي،
١- دم دم سان تنهنجو دوست وسي ٿو،
ڏس ٿبي وجود ۾ ڏيئي.

٢- جنهن لاءِ تون جوڳي ٿئين،
اندر وسن تا سيئي
٣- دم دم سان رک ڌيان ڏٺيءَ جو،
اها رمز سمجهه تون نيهي.
۴- قطب ديدوُن لائج دل ۾،
اها رمز سمجهڻ توکي پيئي.

### شبد -١

ستگر ايسا پريم لڳايا هيءِ،
پريم لڳني اکيان کليان،
هر جا درسن پايا هيءِ،
١- ستگر ائسي تاکي کولي،
وسر گئي هيءِ ٻي سڀ ٻولي،
هر جا هوُ هوُ پايا هئي.

۲- ستگر ائسي ڪنجي ڦيري،
وسر گئي هيءِ تيري ميري،
هر جا حق سمايا هيءِ.
۳- ستگر ائسي ٻڳتي لائي،
نام بنا گئي وسر سبائي،
هر هنڌ حق سمايا هيءِ.
۴- قطب لا ڪيتا جڳ سارا،
باقي ره گيا نام نيارا،
اها ستگر رمز رلائي هيءِ.

شبد -۲

ستگر ائسي ٻڳتي لائي هئي
جس ني لنو لنو نام ڏيائي هئي.
۱- گر نام اتون قربان جاوان،
اس چرنا تان لک وار جاوان

جس ني ائسي جوت جڳائي هيءِ.
٢- ناڀ ڪنول ڪون نام اُنايا،
ڪنٺ ڪنول ۾ واٽي لايا،
ڀنور غفا ۾ منزل پائي هيءِ.
٣- ڇپيا روڪو ديد لڳايا.
ساس موند آڪاس چڙهايا،
سن منڊل ۾ سرت لڳائي هيءِ.
٤- قطب آڪي ٻلهار جاوان
اَس گُردي چرنا پاوان،
جس ني ائسي رمز رلائي هيءِ.

## بيت ۽ ڏوهيڙا

(١)

اُٺي اور الله سان، چرخو چست چلاءِ

ڪالهه تهه ڪتيئي ڪينڪي سنجهي تان صباح،
اڄ بهه اوڳي اوجهرين اچي موٽي رات مٿان،
اُتي سير گهرندءِ صاف تو پاڻ سان نهه ڪنيو پاءُ،
سُٽ گهُرندءِ سيگهه ۾، ڪوڙي ء ڪپاهه،
قطب ڪي ڪت ڪماءِ، جو ڪم اچيئي پاڻ سان.

(٢)

اُتي آڏيءَ رات جو جي نر نام ڳنهن،
سدا رهن سرها، پاپ نهه پلئهه تن،
ويرو تار وجود ۾ وندر نام جي ڪن،
سي قطب خوش رهن، جن جو ناتو نام سان.

(٣)

آئي اور الک سان سُتي کين سري،
سُتيءَ ور وڃايو، پنهون ٿيس پري،
جيڪا ڄاڳي ياد ڪري، قطب ڪانڌ
تنهنجي ڪيچ ۾.

(٤)

آئي اور الله سان پويئي ڪل ڪائي،
ننڊوري ننڊ تي تو عمر ڪئي اجائي،
سهڻي سرت صاحب سان تو ڇاڪون نہ لائي،
قطب جي سمجهين ها سائي،
تہ ڇني پوين ڇيهن ڪان.

(٥)

آئي اور الله سان ستي کين سري،
جن سمهي ور وڃايو، تنجو ڪنهن ڪون

کين وري،

قطب جي پائين پت پنهونءَ سين پري،

تہ اٿي اور الله سان.

(٦)

جي جاڳيون تن کٽيو، ستين ڇا وٽيو،

نندوري ننڊ تي ور کي کيم مٽيو،

جاڳي نام جپيو قطب ور بہ وريو تن ڏي.

(٧)

اٿي جاڳو جيڏيون سُتيءَ ور نہ وريو،

ور وساري ويسليون ستي ڇا سريو،

قطب سو ڪو ڪم ڪريو، جنهن سان

ور ورايو ولهو.

(٨)

ستا اٿي جاڳ ستي ڪين پرايو،

وبهي منجهہ وجود جي تو کين رب ريجهايو،
ائين کين ڀانيو، تہ آهيون ٻہ ٽي ڏينهڙا.

(٩)

آهيون ٻہ ٽي ڏينهڙا تان دم دم سنڀارج،
ٽبي منجهہ وجود ڏيئي تون نام نهارج،
قطب ائين ڪريج، تہ بچين بلائن کان.

(١٠)

اُنکي راه خدا م تيار هو تيار هو،
نئنان سين نيند نکالکي،
دم دم اوپر هوشيار هو هوشيار هو،
غفلت نکالو قلب سين دم دم تمهين
ديدار هو ديدار هو،
جسکا دم نام سين قطب، اُسکون

ڪُلا عجب اسرار هو اسرار هو.

(١١)

ڏينهن وڃايءِ بڪندي بڪندي رات
وڃايءِ ستي،
آڪ وي بندا تون ڪبون آئين، ڪنهن
تئنون مُتي،
عمر اينوين افراد وڃايءِ، اڃا بہ ڪم
ڪرين گتي،.
آڪي قطب فقير ڪم سوئي ڪريجي،
جو ڪم آوي اُتي.

(١٢)

چار پهر تو جيتا ڦرتا، چار پهر تو مئا،
اي مورک تو ڪيا ڪم ڪيا جو نام،
صاحب ڪا مولُ نہ ليا،

جن ايا ڳيان اينوين گذاريا، عمر اجائي ڪيا،
آڪي قطب فقير اڪثر چلٽا،
جام وحدت ڪا مول نہ پيئا.

(١٣)

جي پائين مقصود ملي تان عاشق جي
نالي جيالين،
نال محبت مولا جي، ننڊ نيڻن ڪنون
نڪالين،
آڪي قطب فقير جان جئين، تان نام
جي نالي جالين.

(١٤)

جي پائين مقصود ملي تہ جيئي ئي مر جيءُ،
وبهي منجهہ وجود جي، جام وحدت پيءُ،
قطب سجاڳ ٿيءُ، تہ پسين ساڻ پساه جي.

(١٥)

جي پائين مقصود ملي تہ پيهي ڏس
منجهہ پاڻ،
ويهي منجهہ وجود جي صحيح تون سڃاڻ،
اَلِ انسان سِري وَ اَنا سَرَہَ اهو اٿيئي اهڃاڻ،
قطب منجهہ وجود جي ڄول تہ پويئي ڄاڻ.

(١٦)

جي پائين مقصود ملي تہ ڇولي ڏس
پنهنجو پاڻ،
ويهي منجهہ وجود صحيح پاڻ سڃاڻ،
قطب اهو اٿيئي اهڃاڻ، پسج منجهہ
پساه جي.

(١٧)

جي پائين مقصود ملي تہ ڳولي ڏس وجود،

لائي نينهڙو نام سان، اُتي ڪر سجود،
قطب اِتي اٿيئي، موجود، جي پاڻ پروڙين
پاڻ ۾.

(١٨)

جي پائين مقصود ملي تہ ٿي غواص وجودي،
غوطا مار دروني اندر ڪر تون سجودي،
قطب وڃ وجود دي پايا، ڇوڙ سڀا بهبودي.

(١٩)

وڃائي وجود کي گهڙي ڏس منجهہ گهر،
تہ پرين جي پسڻ جو اُتان پسين در،
قطب سندو اڪين جرَ، هارين تان هوت ملي.

(٢٠)

بره جي بيدار ڪيا، سي سامي ٿيا سجاڳ،
لڳين سرت صاحب سان، وڏا ورين ڀاڳ،

سي قطب هردم هوون سجاڳ، جن سان ناتو نام جو.

(٢١)

مرشد مهربان ٿيو، ڪيائين اکين ۾ اوطاق،
داتا آيو درسن ٿيو، لٿيون تاڙيون طاق،
قطب ڪي مليو مرشد پاڪ، لٿو ڏولائو ڏيل تان.

(٢٢)

لٿو ڏولائو ڏيل تان ٿي سيڪا سهائي،
ويئي اونداهي، ويڙهي مان وجود جي.

(٢٣)

مرشد مهربان ٿيو، ڏنائين جوڙي جاءِ وجود،
لڳو نعرو نينهن جو، اُني سامين ڪيو سجود،
قطب ڇڏي سڀ بهبود، ٻيهي ڏنائون ٻاڻ ۾.

(۲۴)

ڀرين جو ڀرلاءُ جاڳيو منجھ جيءُ،
پيالو پريم جو پيهي اُتي پيءُ،
قطب تنهنجو جيءُ وڃي گڏجي مرشد سان.

(۲۵)

دلبر جي ديدار لاءِ چڙُھي ٿيا چريا،
ماڻهن ليکي مست ٿيا هو وحدت ڏي وريا،
نڪري ڇٽ چڙهيا، هاديءَ ڪٽي هٿ ڪيا.

(۲٦)

هاديءَ ڪٽي هٿ ڪيا هردم آهن هوشيار،
جدا ٿين نہ يار هردم آهن حق سان.

(۲۷)

هردم آهن حق سان سي حقون حق ٿيا،
قطب چوي وڃي اُت، جتي نهايت ناه ڪا.

(٢٨)

نانگا گھريا نانءَ ۾ نانگا نانءَ ٿيا،
نانءَ منجھان آنءَ پروڙيائون سي سامي سر ھئا،
سي قطب سچ ٿيا، جن نانءَ منجھان آنءَ پروڙي.

(٢٩)

طالب عين الله ۾ سدا رھن غرق،
ھر دم گم الله ۾ اھو سندن مرڪ،
ھيڪڙائيءَ ۾ حق ٿيا، رھين ڪون فرق،
قطب ڪري جڳ جو ترڪ، پاڻ لڏائون پاڻ ۾.

(٣٠)

ڇوڙ ڪوڙ ڪپٽ تي دنيا دي بازي،
اِتون ڀُل گئي ڪئين، ملي، ڀانيڻ قاضي،
سر ڏي ڪي شه پايوني، ٿي ڳئي دنيا وچ غازي،
قطب گھن حال، ڇوڙ ٻي سڀ ھيءِ ماضي.

(٣١)

نکا ڪُنز قدوري اُنکي نکو ورد وظائف ڪن،
ويڙهي منجهہ وجود جي وندر نامر جي ڪن،
قطب مرشد ڪرپا ڪين، تڏه ويڙها وسيا
وجود جا.

(٣٢)

جي جيئڙي مارين پاڻ کي، تہ پرو پويئي الله،
ڏوري ڏس هن ڏيل ۾، اِتي اٿيئي راه،
صحيح سڃاڻج دم کي جيسين پسين منجهہ
پساه،
قطب ڪام ڪروڌ وڃاءِ، تہ صحيح سڃاڻين
دم کي.

(٣٣)

سرتيون منهنجي ساه کي ڏور وڏي ڏاهي،

جيڏيون هن جهان ۾ تنهن رمز وڏو راهي،
قطب جان جان ٿو ساهي، ٿانِ ٿان
ڪاهيو پوي ڪُن ۾.

(٣٤)

جي پائين جوڳي ٿيان تہ پيهي ڏس منجهہ پاڻ،
ويهي منجهہ وجود جي جولي لہ تون جاڻ،
وفي اَنَفَسِڪَمِ قطب اهو اٿيئي، اهڃاڻ
پسج منجهہ پساه جي.

(٣٥)

جي پائين جوڳي ٿيان تہ پيهي ڏس منجهہ پاڻ،
جنهن لاءِ تون جوڳي ٿئين، سوئي تو ساڻ.

